مرحوم شاعرن جو چوند کلام

# سي لاهوتي لڏي ويا

۹

مرتب

يار محمد مسلم تانوري

قيمت هڪ روپيو

(۱۹۶۴ع)

ملڻ جو هنڌ

مڪتبهٔ فروغِ ادب - ڪندن اسٽريٽ ڪراچي ۲

(مطبوعه:- انجمن پريس ڪراچي)





# سوره سنڌي ادب




## صاحب خان ”سوره“ ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# شعراءِ ڪرام

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| ١ | مولانا عبدالغفور همايوني | ١٩ | مخدوم محمد صالح ٻتي | ٣٧ | هارون دلگير |
| ٢ | سائين غني | ٢٠ | نواز علي نياز | ٣٨ | ياڻي آسرداس |
| ٣ | شمس الدين بلبل | ٢١ | مغل غلام سرور | ٣٩ | علي حيدر حيد |
| ٤ | حڪيم سيوهاڻي | ٢٢ | غلام عباس خنجر | ٤٠ | محمد صديق ميم |
| ٥ | محمد هاشم مخلص | ٢٣ | حافظ حامد ٽڪڙائي | ٤١ | فيض محمد فيض |
| ٦ | حافظ حيات شاه | ٢٤ | پرسرام ضيا | ٤٢ | علي محمد اس |
| ٧ | محمد بخش واصف | ٢٥ | صابر جتوئي | ٤٣ | اختر هالائي |
| ٨ | حاجي محمود خادم | ٢٦ | خليفو محمد امين درس | ٤٤ | علي نواز عا |
| ٩ | مخدوم محمد ابراهيم هالائي | ٢٧ | عزيزالله مجروح | ٤٥ | فقير محمود پلي |
| ١٠ | محمد صديق مسافر | ٢٨ | ليلارام خاڪي | ٤٦ | محمد بخش خي |
| ١١ | زمان شاه ساقي | ٢٩ | احمد شاه خاڪي | ٤٧ | گل محمد مور |
| ١٢ | غلام احمد نظامي | ٣٠ | صوفي صديق فقير | ٤٨ | فدا عباسي |
| ١٣ | بسمل ٽڪڙائي | ٣١ | غلام سرور فقير | ٤٩ | محمد اسحاق |
| ١٤ | جوش قادري | ٣٢ | سيد ميران محمد شاه | ٥٠ | محمد بخش |
| ١٥ | عاجز ساڪرائي | ٣٣ | ڏني بخش ناقص | ٥١ | محمد عثمان |
| ١٦ | آغا صوفي | ٣٤ | خليق مورائي | ٥٢ | ميان جان |
| ١٧ | ڪشن چند بيوس | ٣٥ | پير پاونعلي ساقي | ٥٣ | نبي بخش |
| ١٨ | هدايت علي نجفي | ٣٦ | هارون امير | ٥٤ | اوستو حاجي |

# گذارش

مرحوم شاعرن جي ڪلام تي مشتمل اداري جو نئون ڪتاب "سي لاهوتي لڏي ويا" عرض ڪجي ٿو. هن دفعي ڪتاب پروگرام کان گهڻو ليٽ نڪري رهيو آهي. هن تاخير جو سبب ۽ تفصيل هڪ جدا داستان آهي جنهن جو ذڪر هتي مناسب ڪو نه ٿيندو. البت اسين ايترو ضرور عرض ڪنداسين ته ڪو به تعميري ڪم ڪنهن هڪڙي فرد جي ڪوشش سان پايهٔ تڪميل تي نٿو پهچي سگهي. ان ڪري دوستن جو هي فرض آهي ته هو دل کولي اسان سان تعاون ڪن -!

هن ڪتاب ۾ پيش ٿيل ڪلام گڏ ڪرڻ بهرصورت هڪ ڏکيو مسئلو هو پر اسين شڪر گذار آهيون محترم پير محمد بياسي ساجد سرشاري، حافظ احسن چنه، عبدالرحمٰن نسيم، محمد خان سارنگ، محمد ابراهيم منشي، تاج بلوچ ۽ ٻاءِ عبدالڪريم پلي جن جا، جن پنهنجو قيمتي وقت سيهڙائي ڪلام گڏ ڪري اسان جي معاونت ڪئي. ساڳئي وقت اسين جناب مسلم تانوري صاحب جن جا به ٿورائتا آهيون جنهن صاحب ڪلام جي انتخاب ۽ ترتيب جو بار پنهنجن ڪلهن تي کنيو -!

هن ڪتاب کانپوءِ اداره جو نئون ڪتاب سڪ سنيها پيش ڪيو ويندو جنهن ۾ موجوده دور جي شعراء ڪرام جو ڪلام پيش ڪيو ويندو ۽ انهيءَ سان گڏ هڪ ٻيو يادگار ڪتاب جديد شعراءِ سنڌي به ترتيب هيٺ آهي تفصيل هن ڪتاب جي آخر ۾ ذڪر آهي اميد ته شاعر دوست هن ڪتاب جي اهميت کي محسوس ڪندا. فقط

مسرور ڪيفي

# مرحوم مولوي عبدالغفور غفور همايوني

تنهنجي زلف جي بند ڪمند وتا    زندان هزارين مان نه گهو
تنهنجي شاهي دسترخوان مٿي    مهمان هزارين مان نه گهو

تنهنجي جلوه جمال جي عشوه گري    ڪيا ملڪ مطيع وسيع وري
چاچن ملائڪ حور و پري    غلمان هزارين مان نه گهو

ڪئي ابرو تيغ شهيد ڪيا    ڪئي ناز مزيد مريد ڪيا
ري نائي ديد خريد ڪيا    سلطان هزارين مان نه گهو

اي ماه لقا محبوب منا    تنهنجي ناز و ادا تان جان فدا
تنيا دامن گير اسير گدا    حيران هزارين مان نه گهو

ڪئي گهائل تنهنجي گهور سندا    مخمور غفور سرور سندا
تنهنجي نور حضور سندا    نگران هزارين مان نه گهو

# مرحوم سائين غني

جهان ۾ جنهن کي ڏٺو مون ته بيقرار ڏٺو
ڏکن سان روئندي سڀن کي ته زار زار ڏٺو.

گهڙي به جي خوشي کو نه کو غم آهي مدام
گهڻن دلين کي ڏٺو مون ته دلفگار ڏٺو.

چمن جو سير ڪيو بلبلن جي راڻهن پڌم
خزان جو دور ڏٺو رنگ نو بهار ڏٺو.

جي مالدار ڏٺم گهٽين ۾ خوار ڏٺم
جو سرفراز ڏٺو مون سو خاڪسار ڏٺو.

اثر ڀريو دکان خالي نه آهي سائين غني
ڪلام جو عجب انداز تنهنجي يار ڏٺو.

## رئيس شمس الدين بلبل مرحوم

ڀلو آيو رحمة للعالمين رحمت جهان ٻڻجي
ظهور ذات حق جو ٿيو نهان ٻڻجي عيان ٻڻجي

مٿن هي دين ٿيو اتمام ۽ هي اسلام ٿيو ڪامل
ڪري سڀ مشڪل آسان امن ٻڻجي ۽ امان ٻڻجي

جڏهن زيب زمان اسهيا اُپن ۾ سير جي ڪاڻ
تڏهن ڇيا سارا ۽ سامان سان ويا آسمان ٻڻجي

شبِ معراج جي مجلس ملهائي مالڪن ڌڻي
محمّد ميهمان ٻڻجي ته مولا ميزبان ٻڻجي

پيچان نئين پار پيغمبر جهان ۾ سان هلي هيڪر
جوان ٻڻجي توان ٻڻجي روان ٻڻجي دوان ٻڻجي

رهان جي ڪي حرم نبوي ۾ حاضر دم حيا تي جا
ترڪ آستان ٻڻجي مسهان سلڪ سگان ٻڻجي

اوهانجي مدح خواني جي ته صدقي ۾ شمر بلبل
ويو شيرين بيان طوطي زبان شڪر دهان ٻڻجي

## فتح محمد سيوهاڻي حڪيم مرحوم

شاهه جو شهه، شافع محشر، صلى الله عليه وسلم
راهه ٽڙين جو هادي رهبر، صلى الله عليه وسلم
نور خدا، منظور خدا، محبوب خدا، مقبول خدا
سڀ کان پيارو پاڪ پيغمبر، صلى الله عليه وسلم
صاحب عزت، صاحب عظمت، شمع نبوت شان رسالت
اعلى، اولى، بالا، برتر، صلى الله عليه وسلم
آٿا اڙين جا، والي ولهين جا، يار يتيمن، غور غريبن
مرسل مولا، مسڪين پرور، صلى الله عليه وسلم
نور خدا جا مظهر ڪامل، شافع نافع، عالم عامل
افصح، ابلغ، افضل، اڪبر، صلى الله عليه وسلم
پاڪ پيارا، عزت وارا، تابع تنهنجا گوهر ڪارا
پاڻ سونهارا حق جا مظهر صلى الله عليه وسلم
روشن ڪيئون الله جو نالو، عالم ۾ ٿيو تنهنجو جالو
نور سان تنهجي ملڪ منور، صلى الله عليه وسلم
سائين جمال جا صاحب، حضرت حال جو قال جا صاحب
جهڙي جوان، هو تنهڪان بهتر، صلى الله عليه وسلم
ڪامل اڪمل، احسن اجمل، فيض رسان فياض مڪمل
اقدس، اطهر، اظهر، انور، صلى الله عليه وسلم
ناهي ثنا صلوات سوابي، آهي ورد حڪيم اهائي
ورد زبان تي ٿيو هي اڪثر، صلى الله عليه وسلم

# مرحوم محمد هاشم مخلص

مون تي جور و جفا نه جاني، ڪر!
ماهرو يار، مهرباني ڪر
حسن جو چار ڏينهن ٿيو چٽڪو
پر وسو ڪيم بر جواني ڪر
جان ڪني تنهنجي عشق مر جاڪيم
ان جي جانان، تون قدر داني ڪر
خاص تنهنجي رڪان محبت تو
مون ڏي دلبر، نه بدگماني ڪر
دلربائي جي تخت تي ويهي
منهنجا محبوب حڪمراني ڪر
جان ويئي ،جادل ڪيئه قابو
ان جي پيار ل تون پاسباني ڪر
چيو ليلىٰ ته: "اي مٺا محبوب
منهنجي ناقه جي ساربانيءَ ڪر"
پنهنجي بالاءِ قد سان وڃي
خجل تون سرو بوستاني ڪر
چيو "گداشاه" جوڙ هي غزل
مخلصا! خوش بياني ڪر

## مرحوم سيّد حافظ محمّد حيات شاهه حافظ حيدرآبادي

بڻائي قيس کي چريو ڇڙيو ڪئي آهيو ڪنھن ؟ ازل جي انگ
جبل فرهاد کان ڪوري ڪريو ڪنھن ؟ ازل جي انگ

بخارا کان ته عزت بيگ کي پنجاب ۾ آڻي
لقب مرزا کي ميھر جو ڪيو ڪنھن ؟ ازل جي انگ

جڏائي تخت رانجھي کان، ٻڌائي پنجڪٽي ڏر جي،
ڏڻي گيڙو ڪنهن تارنگير رسايو ڪنھن ؟ ازل جي انگ

رڻاڻي ٻيٽ ۾ راڻي کي سڏائي ڪاڪ جي ڪنڌ ۾
ھلائي ڦرب جي ڪاتي ڪُھايو ڪنھن ؟ ازل جي انگ

پنھون ھوت ڪيچ جو سائين، سچي مڪران جو مالڪ
ڪتي پينيو جو تنھن کي بنايو ڪنھن ؟ ازل جي انگ

نه ڏٺو ھو نه حافظ ڪو نه ھئي ماني ڪُتي گھر ۾
مگر تنھن کي تڙي سنڌ ۾ رلايو ڪنھن ؟ ازل جي انگ

## مرحوم محمّد بخش واصف

ڪن جن وبشر چوڪر بيان شانِ محمّد
خود آه خداوند ثنا خوانِ محمّد

واللّيل صفت گيسوئي مشڪين جي سراسر
والشمس بيانِ رخ تابانِ مُحمّد

احمد ۽ احد ۾ نه رکن فرق ڪوئي
جن ميم سان سمجهيو سرِ پنهانِ محمّد

منڪر جو ٿيو قول ڪان سو ڪافرِ بيدين
خود حڪمِ خدا آهه جو فرمانِ محمّد

طالب نه ٿئي حور و پري جو اهو هرگز
آهي جو دل و جان سان خواهانِ محمّد

پيون ڇا ڪوت نه آبِ دمِ شمشيرِ محبت
جاويد رهن جئرا شهيدانِ محمّد

شاهي جو رکي رتبو گدا جيڪو گلي جو
گهٽ شير ڪان ناهي سگِ دربانِ محمّد

ڇا فڪر گناهن جو رهي روزِ قيامت
آهي جي سندم دست بر دامانِ مُحمّد

ڇا واصفا سعدي چئي هي مصرعِ موزون
عرش است ڪمر از پايهٔ ايوانِ محمّد

# مرحوم حاجي محمود خادم

سدا خود ساخته ليڊر کان تون بچ
نه ڦندي ۾ ڪڏهن انجي ادا اچ
هو پنهنجي پيٽ جي پوڄا ۾ پورو
جوان ٿو سڄ ٻگي ڪنهن کي نه شل مڃ
سدائين فڪر انکي آهه پنهنجو
نه ٿيس پرواهه اچي جي قوم کي ڏچ

---

دم نه سمهه خادم تون هت ، جو ڪم آ ڪرڻو رات ڏينهن
قبر ۾ تنهنجي سمهڻ لئي يار ڪافي آ فراغ

---

خادما جي چئين مخدوم ٿيان ته پوءِ جلدي
دل کي ڪر مشغول تون خلقت جي طرف

---

مثالِ شمعِ محفل ، قوم جو همراز رهندو ڪر،
تون قومي شمع تي پروانه جيئن جانباز رهندو ڪر

# مرحوم مخدوم محمد ابراهيم هالائي

عجب جو جذب مقناطيس، حاصل ٿيو حسينن کي
نگهه ۾، ناز ۾، انداز ۾، ابروءِ ۾، مژگان ۾.

سوالِ بوسهءِ لب ڪان، خفا ٿي هٿ وجهي پنهنجو
ڪٽاريءَ ۾، ڇريءَ ۾، تيغ ۾، خنجر ۾، پيڪان ۾

پري پيڪان پنهنجين ساءِ اڃا ٿي هڻي جوڙي،
جگر ۾، سيني ۾، پهلو ۾، دل ۾، جسم ۾، جان ۾

مثل ليندو نه ڪٿ ڪڏهين، لبِ جان بخش جانان جو
گهر ۾ لعل ۾ ياقوت ۾ هيري ۾، مرجان ۾.

پياڪن ڪان نه پڇ: "ڪهڙو خمارِ بيخودي آهي؟"
"سري ۾، سرڪ ۾، ساغر ۾، مي ۾، خمستان ۾!"

غزل تازو ڪيو ڏيکاريءِ "اڪبرعلي"[1] اهڙو
سخن ۾، جنس ۾، تجنيس ۾، جملن ۾، جولان ۾

---

[1] علي اڪبر سانوڻي هالائي، جنهن سان سنڌس جوت لڳندي هئي.

## مرحوم محمد صديق مسافر

حضرت نبي محمد (صلعم) دل ٺار نام تنهنجو
خيرالبشر لقب ٿيو خيرالانام تنهنجو

ملڪن جي جت نه هاجت اُت تو قدم گهمايا
عرشِ برين کان اعليٰ آهي مقام تنهنجو

ختم الرسل تون صاحب سردار سڀ نبين جو
پيارو تون پاڪ رب جو افضل ڪلام تنهنجو

اوندهه ڀري ضلالت ۽ ڪفر جي دنيا مان
جلوو پيو جنهن دم ٿيو جڳ ۾ جام تنهنجو

سرڪش سڀئي مخالف ساري ئي سي تو نوايا
قادر بنايو قيصر ڪسريٰ غلام تنهنجو

شافع جهان شفاعت محشر ۾ جت ڪئين تو
انبياء اچي پڙهيندا اُت سڀ سلام تنهنجو

هر دو سرا ۾ امت جو آسرو تون هادي!
طالب ڪرم مسافر مولیٰ مدام تنهنجو

# مرحوم سيد محمّد زمان شاه ساقي نهتوي

آزهمه آعليٰ خدا کيو مصطفيٰ جو مرتبو
برتر آز خلقِ خدا خيرالورىٰ جو مرتبو

جنهن اَلَمْ نَشْرَحْ لَكَ صَدْرَكَ خدا قرآن ۾
ڏس مزمّل ۾ پڙهي هن ، پيشوا جو مرتبو

راز ذاتِ کهيعص و الف و لام ر
حق ڏنس يٰسٓ و طٰهٰ ، انّما جو مرتبو

ميم جي پوشاک پهري آه احمد ڪيو ظهور
ديدهٔ دل سان ڏس ، صلّوا عليٰ جو مرتبو

آدم و افلاک جو بنياد هن جي ذات پاک ،
هن جي حجت کي مليو ، بَلَغَ العُلىٰ جو مرتبو

هن جهان تاريک ۾ هن جو قدم هر جاءِ کي
وَالضُّحىٰ وَالشّمس ۽ بدرالدُّجىٰ جو مرتبو

نور هن جي کان زمين و آسمان روشن ٿيا
رَحْمَةً لِلعالمين هِن رهنما جو مرتبو

روز شب ي آپ رسالت تي ملائڪ خدمتي
افضل و اعليٰ حبيبِ ڪبريا جو مرتبو

فَاسْجُدُوْا آدم جي عزت نور احمد جي سبب
خاڪ جي مُٺ کي عطا ٿيو، اصفيا جو مرتبو

مڪّي و مدني و اُمّي، هاشمي، عربي رسول
سرورِ ڪون و مڪان، نور الهدىٰ جو مرتبو

فَاخْلَعْ نَعْلَيْکَ اي ڪليم الله توکي ٿيو خطاب
ڏس محمّد مصطفىٰ جي نقش پا جو مرتبو

حضرتِ عيسىٰ کي ڇٺو چرخ چهارم جا نشين،
هيچ ڇا ٿجه هان، سدرة المُنتهىٰ جو مرتبو

خاڪ نعلينِ مُحمّد، طوطيائي چشم ڪر
حق ڏنو هن خاڪ کي، خاڪِ شفا جو مرتبو

مصحفِ ناطق جي ڇا؟ ساقي ثنا مون کان ٿئي
تو خدا ڇاڻي بحق آلِ عبا جو مرتبو

○

# مرحوم غلام احمد صاحب نظامي

سهڻل پسائي صورت منهن تي نقاب ڪھڙو
جي ٿيا غلام تنهنجا تن تي عتاب ڪھڙو

جند جان جي جلايم توکي نه ترس پيڙو
مغرور ٿو بنائي ظالم شباب ڪھڙو

قاصد ڪٽي نيا پوڇنهن دم وئين سڄڻ ڏي
جاني ڏنو ٿي ڏيندا اٿئي توکي جواب ڪھڙو

توکي جدا ڪري ٿو مون کان سدائين جانان
رهزن رقيب آهي خانه خراب ڪھڙو

ساقي ڀري پيالو نازڪ هٿن سان ڏي تون
چسڪي چکي ڏسان مان آهي شراب ڪھڙو

تنهنجو ٿيو نظامي تنهن کان ڪريو نه پاسو
يارن سان يار جاني شرم و حجاب ڪھڙو

# مرحوم حافظ محمّد عبدالله بسمل

آيو نه ڪڏهن حرف شڪايت جو دهن ۾
نڪتو جي اندر مان ته ويو گهٽجي گهٽن ۾
ڪيرآهي جڏهي پنهنجي ويو عڪس گلن ۾
هنگامو متو شوق جو مرغانِ چمن ۾
ڪ پنهنجي شهيدن تي قدم تيغ سنڀالي
ڏسجان نه متان جان اچي موتي مٿن ۾
موتي تو وجي موت ٿي سي گر تو ستمگر
تقدير به چيا آهه تي قاتل جي هٿن ۾!
مقتل ۾ بهار آهه ذرا هل ته ٿئي سير
گل تنهنجي شهيدن جا ڪڍيا خون ڀڃن ۾!
هن اهڙي ادا سان ڇڪيو ٻاڻ ڏي موتي
دل وس مان وئي تاب رهيو سڄه نه بدن ۾
ڪنهن شوخ جي اکين ڪان هي ماتام متو آهه
ساغر پيو ڦري خون جو اڄ بزم چمن ۾؟
ديوانو ڪٿان آيو ڪري سمع خراشي؟
بسمل کي ڏجو داد نه هن طرز سخن ۾!

## غلام عباس جوش قادري

پوشيده نگاھن کان ئي پيشِ نظر ئي
محبوب پلاءِ ڪو تيندو ڇا بشر ئي

سختي تي پڇھي سخت ۾ ڪڙو آسفر ئي
گھر جي ٿوانھي وات ۾ ساٿي ئي، شمر ئي

بي مثل ٿئي حسن تنھنجو اي شهِ خوبان
تسبيح ڇوي تنھنجي تو پٽر ئي شجر ئي

قربان ٿيان ڇو نه مان محبوب جي منھن تان،
خورشيد ئي قربان ٿو ٿئي ان تان، قمر ئي

افسوس! ڪري رحم جي موندي نه نگھ تو
توڙي جو منھنجي حال جي آن کي خبر ئي

هوشيار رهِ عشق ۾، راه جوش! نه غافل
ان يار جي الفت ۾ نفعو ئي آ ضرر ئي

# مرحوم علي محمد عاجز ساڪرائي

همعصر مون سان رهيا همراز هاجي همڪنار
سي ڇڏي هِتِ هيڪلو ويندا رهيا بي اختيار

هاءِ هئي اُستاد ساڻگي، اَج ڏسان ٿو ڪونه ڪو
علم جي اَقليم جو لاشڪ چوان هو تاجدار

ڏس ته بحرِ علم جو ساقي[2] به هو لاشڪ غواص
جنهن هٿا هت گڏ ڪيا ناياب دُرِ آبدار.

اَج ڪٿي آهن اُهي دلدار مخلص[3] ۽ خليق[4]
جن ڪيا غزلن جي ميدان ۾ غزالن جا شڪار

واصف[5] ۽ محزون[6] ٿيا دنيا نئين جا اَج مڪين
جن جي اشعارن سندي پرديس ۾ آهي پڪار.

ڪٿ رهيو صاحبڏنه[7] وينجهار شعر و شاعري
ڪٿ قمر[8] ۽ ڪٿ رهيو مشتاق[9] مرد باوقار

اَج ڪٿي آهن اُهي دلدار شيدي[10] ۽ غريب[11]
هاڻ حافظ[12] ڪاڻ آهي دل ته منهنجي داغدار

سنڌ جي بلبل[13] جا ڪٿ نغمه بلاغت سان پريل
جو هئو گل چين گلزارِ سخن جو آبيار

سو مصنّف اڄ ڪٿي آهي ميان مرزا قليچ[14]
ڏس پيو آهي اَدب جي ملڪ ۾ جنهن کان ڏڪار

صابر[15] و شاڪر[16] ڪٿي، نجفي[17] ڪٿي ۽ ڪٿ لطيف[18]
دُرس واصل[19] جو رهيو گلزار واصل يادگار.

صاحبِ علم و هنر سي ڪٿ فدا[20] ۽ ڪٿي حقير[21]
بندشِ مضمون جن جي مثل موتين دُر قطار

اڄ ڪٿي آهن رهيا مسڪين[22]، آغا[23] ۽ ذبيح[24]
بوليون جنهن جون بديع، باغِ سخن ۾ بار بار

ڪٿ مجيدي[25]، مصطفائي[26]، ڪاظم[27] و صالح[28]، عزيز[29]
اڄ نظامي[30] ۽ سوالي[31] ڪاڻ دل ٿي بيقرار

بي مثل تصنيف جنهن جي سو به بيوس[32] ٿي ويو
هوت[33] جا هر پون ٿا شبد مون کي ياد ياد

سور فائي[34] يار بزرگ، اڄ نه هت عبدالرسول[35]
لفظ جن جا بي بها هن، يادگارِ روزگار

اڄ پياسي[36] جي ستائي ٿي گهڻي مون کي پياس
يادگيري ٿي اچي اسڪول واري بهار بار
شعر شيرين هاجنن جا دل پسند موزون مليح[37]
سوز هيو آهي ڪٿي عثمان[38] ، احقر[39] نامدار
ڏس اُهو ناقص[40] ڪٿي ۽ ڪٿ وفائي[41] ۽ رشيد[42]
ڪاڻ جن جي نيڻ منهنجا ٿا وهائين نار نار
ڪونه ڏسجي عبد[43] هت تو ۽ نڪا ٿو اچ بڏان
ڏه دواري دانهن دُر[44] دي جي ادا ڪاڻ بيهار

ڇڇتو جن ساڻ هو علم وادب جو دائما
سنڌ جو علمي چمن تن لاءِ آهي بيقرار .

هيءُ وڳر ڪونجن سندو هاءِ! هتان ويندو رهيو
بس ! هتي هڪڙو وڳر مان يار رهجي ويس ڏار

تون وڃين جنهن دم اُتي شهر خموشان جي اندر
تان صبا هيءُ شعر منهنجو پڙهج تن جي بر مزار

ڇاءِ نئين دنيا اندر آهن تنازع شعر جا
ڇاءِ راتي يي شاعريءَ جو شوق آهي برقرار

ساقي وهڙن شعر وشاعريءَ ۾ مختلف
طبع آزائي ٿا ڪن ياٿي ڇڪا ٻيئي همڪنار

ڇا؟ فعولن فاعلاتن تي هلي ٿي شاعري
يا مقلد ٿيا لطيفي لاٽ جا اڄ علمدار.

ڇا؟ فرشتن کي به آهي ذوقِ شعر وشاعريءَ
داد جو ڏيڻي سلسلو هوندو يقينًا زوردار؟

ڇا؟ خزان جو دؤر ٿي وارو وڃائي ٿو ڪڏهين
يا اُنهيءَ گلزار ۾ آجاودان فصلِ بهار.

غم ۽ راحت ٻئي اُتي، همدوش آهن دائمًا
يا مسرت آهيَ دائم هر ڪنهين لئه برقرار

ڇا؟ خوشي آهه قائم، هر ڪو آهي مات ۾
يا اُتي ڀي ڪنهن نئين دنيا جو آهي انتظار

ڪيئن ٿا گذرن زندگي جا دوستو شام وسحر
منزلون آسان يا دشوار آهن رهگذار.

زندگيءَ تي عاجزا ڪنهن کي به ناهي ڀروسو
تون به ويندين يار هليو شعر رهندو يادگار.

# مرحوم آغا صوفي

رائق اوهان جي بزم جو اغيار ٿيو آ
هي جان نثار خارج دربار ٿيو آ

مون کي ته شرم ٿو اچي، ڪهڙو جواب ڏيان؟
تي خلق پڇي "ڇا تي هي تڪرار ٿيو آ؟"

صدما نوان نوان ۽ مصيبت نئين نئين
آهون ڀڏي، نصيب يي بيزار ٿيو آ.

تربت جي لاءِ آغا جي گل نه بچايئي
اغيار کي عطا ته سڄو هار ٿيو آ.

# آنجهاني ڪشنچند بيوس

شعر آهي شاهه جي خود زندگي ۽ اسرار آهه!
شاعري پوشاڪ مان پيغمبري اظهار آهه.
هن حقيقي سمنڊ ۾ انيئوسندا غوطا هڻي
بي بها موتين جو آندو اڻ ميو انبار آهه
آب ۾ ۽ تاب ۾ ڇا نظم دلڪش دلفه،
نو نزاڪت ۾ رنگ ۾ ونو پريل اشعار آهه
گل سخن جا هر چمن جي چؤنڪ ۾ ٽڙيا پيا
چار مين تي زر نگاري گيان جو گلزار آهه
عام کي اعلى ڪيو هن رنگ ۽ روحاني ڏيئي.
سادگيءَ مان تازگي نازڪ نظر نروار آهه
آهه هر هڪ هن بيت اندر پليت پلٽان پرت جي
هر لطيفي ذات ۾ سالڪ سندي للڪار آهه
تو کهي رهڻيءَ کان کهڻي، قال آهي حال کان
تو ڏسي تنهن ديد سان جنهن جي اکيان ديدار آهه
شاهه جي هستيءَ کان پائي شان تي خود شاعري
شاهه جي ڪامل ڪلامي هر صفت تنتار آهه
سنڌ جي روشن شمع مان ويو ولائت تي شعاع
پر اجيا پرڪاش آڏو وقت جي ديوار آهه
باغ شاهي مان ملي ويو وري گل جو ڪوڏرو
ڇا چوان بيوس ۾ منجهس جو حيرتي هبڪار آهه

# مرحوم هدايت علي صاحب نجفي لاڙڪاڻي

زلف دلبر جي جي تيندي ڪين ڪي همسر بلا
عاشقن جي لاءِ ڌاري آهي هيءَ دلبر بلا
مون بلا سان ٿي ڏني تشبيہ زلفِ يار کي
پاڻ فرمايائين بلا کان منهنجي آ بهتر بلا
عاشقن ٻوليو بلىٰ جڏهن يار فرمايو الست
تنهن کري سي هجر ۽ حرمان جي پيا ور بلا
تون تصور زلف جو هجرِ صنم ۾ چور ڪين
بيوقوفي ڏس جو چاهين ٿا ڪري واهر بلا
پنهنجي زلفن کي ڪٿي ڪيڏا ٿي هو سٽو ڪتي سجڻ
عاشقن تي ڇيو ڪرين ٿو ڪيئن تون همسر بلا
ڪيئن اسان کي دسترس تيندي سجڻ جي زلف تي
آه ورتي ڪنهن اڳي رئي منڊ يا منتر بلا
پا هيون مارين بلا ٿون لک مگر مردي آسما
مار جيڪا آهه تنهنجي نفس جي اندر بلا
زلف جي تصوير هت ۾ ۽ تصور دل اندر
ڪيئن ڪريان يار وائي اندر بلا با هر بلا
مار گيسوءَ جي ڏنگڻ کان آهه ٿيو نجفي شهيد
حشر ۾ انجو هيو نه تيءَ منجهه ڪشتگانِ ڪربلا

# مرحوم مخدوم محمّد صالح پيٽي

غلط آهه چئون ! هو آهه هندي ۽ هي ايراني
مسلمان بس مسلمان آهه نه رومي آهه توراني

رنگ ۽ خون جو اسلام ۾ جائز تميز آهي؟
جو ٿيا ”يار“ سڀيئي مصري ۽ چيني ۽ ڪهستاني

عقيدن جي تفاوت کي تعلق دين سان ڪونهي
رهي هن پرده ۾ اڪثر فقط تحريڪ نفساني

وڃي پهتا سين هن حالت تي پنهنجي فرقه بنديءَ کان
جو ٿي دشوار اڄ الله جي گهر جي نگهباني

اچا وسري وياجن جي جهان پانئَ جا افسانا
در اغيار تي افسوس ! سي اڄ ڪن ٿا درباني

خبر ناهه ته ڇا انجام ٿيندو پنهنجي حالت جو !
اگر ساگي رهي سيلِ تغافل جي هي طغياني

مٽائي تفرقا سڀ هڪ ٿيون صالح سڀيئي هاڻي
جو موجوده مسلماني، بڻي ننگِ مسلماني

# نوازعلي جعفري نياز

زمانو وفادار ناهي ته ڇا هي
فلڪ منهنجو دشمن جي آهي ته ڇا هي
ڪندس ذات انسان سان آءٌ ڀلائي
زمونسان ڪٽي ڪو نباهي ته ڇا هي
مان چوندس سدا حق منصور وانگي
ڪٽي مون کي چاڙهي ڪو ڦاهي ته ڇا هي
ڏئي سر لڪين ٿا هيندس قوم جا گهر
هي گهر منهنجو تو ڙي ڪو ڊاهي ته ڇا هي
سدا خوش رهن ما ٿهو منهنجي وطن جا
جي مونکي ڪو گهٽن ۾ ڳاهي ته ڇا هي
وطن جي فقيري کي پيي سمجهه شاهي
ڪتو ڪو ڪٽي تو ٽي ٻاهي ته ڇا هي
رکي فائدو تنهنجو منحفي نظر ۾
ڪڏهن ڏکه ڏنو ڪنهن جي ڏاهي ته ڇا هي
هليو هل رکي آسرو تون انهيءَ تي
جو ڏاهي ته ڇاهي جي ٿاهي ته ڇاهي
نياز آهي نا آشنا يار تو ڪان
ته پيي هاڻي تو کي جي چاهي ته ڇاهي

## مرحوم مغل غلام سرور خان سرور

يا محمّد مصطفيٰ! آفت پئي ڪائي تي
تنهنجي مشتاقن تي مولا پئي ڪسي باڏائي تي

المدد اي شافعِ روزِ جزا بهرِ خُدا
المدد اي عاصين جا آسرا بهرِ خُدا
تنهنجي امت تنهنجي رحمت تي پئي دل وندرائي تي

نفسي نفسي جي پڪار آهي قيامت بلقين
اي شفيع المذنبين يا رَحْمَةً لِّلعَالَمِين
تنهنجي امت تنهنجي خاطر چئو طرف اُجهائي تي

ڪوته بخشش لئه ڏسو اچ قاضيو کولي ڪتاب
ڪانڌيو! لِلّٰه موکي ڏيو ڪفن جو ڪو نقاب
منهنجي ميّت نامهءِ اعمال کان شرمائي تي

هاءِ منڪر ۽ نڪير آيا لَحد ۾ اوچتا
يا حبيب ڪبريا منهنجي اچي جندڙي بچا
قبر ۾ دلڙي اڪيلي هاءِ هي گهبرائي تي

دل ڳري تي خون ويئي ۽ ٿيم پرزا جگر
خون ۾ پرزا اچي رت ٿيا سي وهائن چشم تر
مون کي اي سرور الائي ڪهڙي شيءِ تڙپائي تي

## مرحوم غلام عباس سومرو خنجي

هر سخن جي سونهن آهي مير مرسل جي ثنا
جنهنجي صدقي هي زمين ۽ آسمان پيدا ٿيا
ٻن جهانن جو سهارو سبز گنبذ جو مڪين
مومنن ۽ مشرڪن جنهن کي سڏيو احمدؐ امين
آسمان کي ناز جنهن تي، فخر جنهن تي ڪيو زمين
اُن جي قدمن کي چمڻ چاهي ٿو فردوس برين
حسنِ احمدؐ کان گلستان کي مليو آهي بقا
سرورِ ڪونين، ختم المرسلين، خيرالورىٰ
سيد الثقلين سرور آهه سهڻو سربسر
عادتون اڪسير جنهنجون، گفتگو شيرين شڪر
شانِ اعلىٰ مصطفىٰ جي عام کي ڪهڙي خبر
بعد خالق جي ڀلارو آهه، قصو مختصر
شاهِ يثرب، شاهِ عالم، شاهِ انور باصفا
جنهن جي دروازي اڳيان سرنگون شاهه ٿيا آهن
اي مٺا محبوب مدني! عاصين جا آسرا
اي غريبن بيوسيلن جا وسيلا، پر جهلا
اي يتيمن جا نگهبان، اي سقيمن جا اجها
غمزدن جا غمخوار، اي بيڪسن جا رهنما
مونکي تنهنجو آسرو هر دو جهان ۾ جانيا
تنهنجي نالي جو اچار آ روح منهنجي جي غذا!

# مرحوم حافظ حامد ٺڪرائي

ڏسي مهراڻ ۾ مستي نه ويرن ڪان ورڻ گهر جي،
ميهر محبوب لئه موجن ۾ منڌ توڪي مرڻ گهر جي.

اُبت ءِ آر اوپار وڃ ڪبر ڪنديين ڪري ڪرڙ ڪا
اهو اوڙاه آڏيءَ جو، طلب وارن سرڻ گهر جي ،

سيپاره سير سائر جي ، سناڻي ڇاڄهلي سگهه ڪي
نماڻن نيڻن جيڪي نيٺ ، هن شيءِ ۾ فرڻ گهر جي .

ڪري مر ڪانڌ پيو ڪاوڙ، سدا ساهڙ ڄهجي سِرتو،
سنڌي ڏمر ڏوم ڏوراپي ، نه ڪنهن پر ڪي ڪرڻ گهر جي

ڇريو ڪيو جنهن ڇيڻا ڪي ڇت، سدا سارڪ ساريان ٿي
رهي اوراڙ اوني ڪان ، نه تنهن ڪيران ڪرڻ گهر جي

ڪيم جو قول ۾ قابو وچڻ جو يار سان ويلي،
انهي انجام ۾ آخر ، پريان سان پت پرڙڻ گهر جي

ٻڌيين ڪان پاڇ پائنج ، جي رسن تان آه سب رحمت
ڇڏي حيلا حبيبن ڏي ، پلاڪاوڪ پرڻ گهر جي

رڪڻ نا تو نهارڻ ننگ ، ٿئي حامد نه هيڪاندو
محبت وارين مورن ، نه ڏونگهن ڪان ڏرڻ گهر جي

# آنجهاني پرسرام ضيا

مان به هڪ تنهنجي خريدار مان هوس
توکي جن طلبيو طلبگار مان هوس

جيڪي تنهنجي دل تان ويا وسري صفا
مان به وسري تن ويل يار مان هوس.

جن کي زر هو تن ڪري سودو ڇڏيو
واءِ ! مان پڻ ڇو نه زردار مان هوس

درد جي جيڪي دوا طلبي مئا
مان به تن بدبخت بيمار مان هوس

جيڪي هڪڙي جام کان محروم ٿيا
مان به انهن محروم ميخوار مان هوس

بي خطا هوندي به جي بخشيا نه ويا
اي ضيا مان تن گنهگار مان هوس

# مرحوم خانبهادر حاجي امام بخش خان جتوئي صابر

تنهن جي زلف ڏنگن کي چيا يار چوان
اهي وار چوان سيه مار چوان

ونگ وجهي جيڪي ذنگ هڻن تا
سي ترنگ تليهر مان تڪرار چوان.

پاڪ پيشاني، نور نوراني، سورج چاهي، قمر ڪجاني
حسن تنهن جي ڪان ٿيون حورون حيراني سونهن سند ونان سردار چوان

ابروايراني، قوس ڪماني، مرچه مرچه وه مڙگاني
تيرهٽي ڪن ملڪ ميداني، چاسينگ سچي مان تلوار چوان

ميم دهاني، لب مرجاني، عجب عقيق ياقوت يماني
دند دراني، صاف صفاني چيا شيرين شڪر گفتار چوان

سڀ سلطاني، شاه جهاني، نوڪر نائب در درباني
صابر جهڙا سو قرباني، صدق صدق صدبار چوان

## مرحوم خليفو محمّد امين درس

نينهن نسورو نانگ نپت آهه
عشق الائي آهي ڪير؟

بره بلا آهي بيحد ڀاري- ماري مُلان- ڪاتب- قاري-
سينو ساٽ سا هي ڪير؟

اهو مسافر جنهن وٽ ايندو- عقل، حياءُ نهوڙي نيندو-
رات انهيءَ کي راهي ڪير؟

بيشڪ بره بچي بيماري- سيجھ وڃائي سرت بہ ساري-
آفت ان کي لاهي ڪير؟

درس جو دنيا، دين وڃايو- عشق اثر انگيءَ جاءِ اٿايو-
وره جون وايون واهي ڪير؟

# مرحوم عزيزالله مجروح

تون برڪت پري سند بيشڪ پلاري
وڻن تنهنجا وڻ ٽڻ ، وڻي تنهنجي واري

تون ماتا اسان جي ، وڏي مان واري
اسان کي تو جهولي ۾ پاليو آ پياري

جنهن پيومي آهين اسان جي اباڻي
جيئن شال جڳ ۾ او سنڌڙي نماڻي

ڪندو ڪير تو وانگي مهمان نوازي
ڏني تو کي ڏاتار ٿوسئي نيازي ۰

نه ڄاڻين تون مڪر و دغا چالبازي
شرافت تنهنجو شان آ امتيازي

لکان تنهنجي قربن جي ڪهڙي ڪهاڻي
جيئن شال جڳ ۾ او سنڌڙي نماڻي

# آنجھاڻي ليلارام وطنمل کاڪي

واهه عجيب انسان بڻايو هي بهاري باغ باغ
نقش آهي نقل هي سڀ اصل باري باغ باغ

مرحبا اي گل گلابي خوش لقا اي خوش نما
بوءِ خوش ديدار خوش اي خوب ياري باغ باغ

واهه عجب موتيا مگر واهه چنبيلي تنگوره
لعل لاله عشق پيچي آبداري باغ باغ.

نارنگيون ڪچنال ڪرنان نازبويون گل هزار
انب آمان صوف سهڻا دلقراري باغ باغ

مست ميوا هيٺ اندر چوٽ چمڪن در چمن
خوب رونق خوب لذت جوت جاري باغ باغ

باغ آهي هي جهان انسان آهي گل عجيب
باغبان بستان مخفي دل اڄاري باغ باغ

آهه خاڪي خاڪ پائندا انت تان ادو ڪر
هير هوسين پير هوسين پايڪاري باغ باغ

# مرحوم سيّد احمد شاهه خاڪي

اڄ اکين سار يا سڄڻ، بيٺون پِرِي پر ۾ وسڻ
روح ۾ لائي رئڻ، ڏيهه ڏونگر ۾ وسڻ

دل مٿي دهشت ڪري، هي عشق جو آڙتنگ تتو
منجهه تڪر لاتون تمن ۽ ڪاف جي ڪر ۾ وسڻ

نيڻ رويو ڪن نهارون، هن ڪٿان ڪيچي اچن!
وڏ- قڙا اواهي هليون، هن وات جي ور ۾ وسڻ

پنڌ ڏسيو هي پيچرا، گوڙها ڳلن تان نت ڳڙن
ان طرح عيان ڪيو، ڪس ڳام گوندار ۾ وسڻ

لعل لڙڪن جون تتين لؤٽن مٿان لارون لتيون
بوند بادل جي مگر منجهه جهنگ جبل جهر ۾ وسڻ

پيچ پاڻي پنهونءَ سين، اکڙين رکيو آرو عجب
درد ۾ دکڙا ڏسي، پاڻان لکيون سِر ۾ وسڻ

بس نه آئي ري بلوچن، راه ۾ تن روح ڪيو،
هوت هيڻڙي ۾ جهلي، هڪدم لکيون هر ۾ وسڻ

اوچتو هي عشق کو خاڪي خليلن سان ٿيو،
جار کي جهوري اندر، اکيون لکيون لر ۾ وسڻ.

# مرحوم صوفي صديق فقير صادق

ڳالهيون ٻُڌُڻ ڳارين. مون مارين
جانب جت بلوچ جون

وڃهيو مهارون مَيَنْ کي. ڪرها قطارين.
مون مارين . . . . .

پيهون جيڪي پرينءَ ري. ساعتون سي سارين.
مون مارين . . . . .

آڻيو آب اکين ۾ ٻهاءِ! هاءِ!! ڪريو هارين.
مون مارين . . . . .

صادق سهنج سيڻن جا. جذوجيءُ جيارين.
مون مارين . . . . .

# مرحوم قادري غلام سرور فقير

شبِ وصل ڇا مختصر ٿي وئي
ڏٺو منهن ڏسڻ مگر ٿي وئي
هي قاتل جو آهي عجب معجزو
دمِ قتل ابرو تير ٿي وئي.
رخ زلف عِ خال وخط ۾ قمري
دلِ حسن جيو دربدر ٿي وئي؟
لڳا ديد جا تير، شڪر آلا جو
دلِ خسته وقفِ نظر ٿي وئي.
ڪرشمو ڪيو ديدهٔ نم هي ڇا؟
صفِ اشڪ، سلڪِ گهر ٿي وئي
ويو ٿي سحر حيف! آيو نه هو
جلي دل، چراغِ سحر ٿي وئي
ڪيو فطرتِ طبع منت نه ڪش،
هو خود زخم لئي بيخبر ٿي وئي
زهي رتبه ۽ شان پاڪيزگي
دلِ پاڪ خالق جو گهر ٿي وئي
ٿيو نيڪ ڪم ڪو نه هڪڙي فقير!
حياتي اجائي بسر ٿي وئي.

# مرحوم سيد ميران محمد شاه مير ٽڪرائي

حسينن سان دل هيري روئڻ راڙو وري چاجو
گسڻ پهرين قبولي پوءِ ڳلن ڳاڙو وري چاجو

سڪائڻ چا ستائڻ چا ، سپيئي سهڻي کي سيبائي
نهن سوڙن جو سڙ تين کي سلڻ ساڙو وري چاجو

ڏئي دشنام جي دلبر ته سي پڻ صبر سان سڻجن
ريئي سان کنهن ته پر بولڻ بيهر باڙو وري چاجو

ند مچاکن سان چت چيرئين جڏهن چوريس چغلخورن
چن اهڙو ولبوسن ڏي کرڻ لاڙو وري چاجو

قيبن رمز سان ربي جدا مون کان کيو جاني
ند ريم ور پيم وڙٽ پچڻ پاڙو وري چاجو

سنجهي محلن م شومن مير جو محبوب سائين ري
ملي ڏسجي هينئر هاڙو هوم وطن واڙو وري چاجو

# ٽڪي بخش ناقص

ڪيئن گذارڻ ٿو اچي توکي مٺا پرديس ۾
مان هتي حيران آهيان تو سوا پرديس ۾

دل گهري ٿي دائما جيڪر هجان قدمن اڳيان
پر ڪيو قابو هتي مون کي قضا پرديس ۾

جي هجي اختيار منهنجي ڪيئن هجون جيڪر سڄڻ
مان جدا پرديس ۾ ۽ تون جدا پرديس ۾

دور ڪر سڀ درد وغم ناقص نه تون دلگير ٿي
تنهنجو حامي هر طرح آهي خدا پرديس ۾

## مرحوم مولوي حڪيم عبدالخالق خليق موراڻي

مبارڪ صد مبارڪ اڄ وري موسم بهار آئي
چمن چاندڻ تي جوڏس گلن جي خوب رعنائي

ڪئي نغمه نوازي اڄ وري دلسوخته بلبل،
ترانه خوشنوائي تي هئي جا ڪالهه مرثيائي

سڪيا سون تي جنهن لاءِ مبارڪ ڏينهن سو آيا
اسان ۾ تي وري اڄ عيد وانگر جلسه آرائي

ڏسون ٿا جا بجا اڄ هر مسلمان شاد ۽ خندان
ملي سڀ ڪنهن سندي دل کي خدا کان سرس سرهائي

اسان کان دور ڪر يارب نفاق و بغض ۽ افلاس
سوا تنهنجي نه اڄ تائين ٻئي ڪنهن داهن ورنائي

صديق و حيدر و فاروق، عثمان خالد و سلمان
اسان ۾ ڪر وري پيدا ٻڌي هي عرض موراڻي

# پيرياو نعلي شاه ساقي

هڻا سون موت تي راضي، رضا کي چا ٿيو حاصل؟
اسان کي مار يو محبت، قضا کي چا ٿيو حاصل؟

کري هانر مدل ان کي، ڏنيئن جنهن حسن جي دولت
بنائي سنگدل بت کي، خدا کي چا ٿيو حاصل؟

ٿي آهي نيم بسمل دل، صنم جي تيغ ابر وء سان
ڦٿڪندي سار هي دل، دلربا کي چا ٿيو حاصل؟

شڪايت آهي ميندي ءَ سان، مکيان پيرن کي خون دل
عبث ٿيو موت عاشق جو، حنا کي چا ٿيو حاصل؟

اسان کي نينهن جي ناوڪ، ازل کان آه ڪيو پورو
تنهنجي پيڪان مژگان جي، حنا کي چا ٿيو حاصل؟

اسان پيالو فنائي ءَ جو، ڪيو حاصل حبيبن کان،
اي ساقي تنهنجي هن جام بقا کي چا ٿيو حاصل؟

مرحوم محمّد هارون امير

گهر کان دور آهيان وطن کان دور
دل ۾ ناهي خوشي ۽ ناهي سرور

اي صبا اي اسان جي غم جي رفيق
دردوارن تي مهربان ۽ شفيق

ديس وارن ڏانهن وڃ وطن ڏانهن وڃ
باغ وارن ڏانهن وڃ ۽ چمن ڏانهن وڃ

بي وطن جو وڃي نياپو ڏي ۾
بيکسن جو وڃي نياپو ڏي .

عرض ڪج منهنجي ديس وارن کي
ڏج سنيهو هي غمگسارن کي

خوش گذاريو رهو وطن ۾ پيلي
بلبلن جان گهمو چمن ۾ پيلي

پر وساريو نه ديس وارن کي
ديس جي سڪ ۾ بيقرارن کي

اي وطن اي منهنجا عزيز وطن
اي تنهنجي شام صبح کان روشن

اي تنهنجو ذرو آفتاب جو مٽ
تنهنجو هر قطرو جوئي آب جو مٽ

تنهنجو هڪ خار صد گلستان ٿيو
حب تنهنجي ته منهنجو ايمان ٿيو

ڪجهه ته منهنجي به بيقراري ڏس
ڪجهه ته هي منهنجي آهه وزاري ڏس

جاءِ ڏي مون کي پنهنجي پيرن ۾
امن ڏي مون کي پنهنجي قدمن ۾

وڃ صبا جلد جلد وڃ هاڻي
شل خدا تو کي خير سان آڻي

اي آمير اي وطن کان دور ۾ ڏار
زندگي هي هلي وطن ۾ گذار

## مرحوم حافظ محمد هارون دلگير

باغ ۾ بلبل تي ڳائي اڄ ترانو عيد جو
گل ڪليا، گلشن تي آيو زمانو عيد جو

نوبهار آيو، چمن ٿيو آستانو عيد جو
وات ۾ هر هڪ جي آهي داستانو عيد جو

عيد آهي ڪهڙي، ڏني جنهن ڪامگاري جي نويد
غنچهء دل کي ملي اڄ نوبهاري جي نويد !

باغبان حيرت ۾ پيو هن ساز سامان کي ڏسي
تخت گل مهندان ورءِ بلبل غزل خوان کي ڏسي

سرو ۽ شمشاد تي قمري خوش الحان کي ڏسي
سبزهء نورس تي ابرِ گوهر افشان کي ڏسي

ڪاڪلِ مشڪين ڪڍي، سنبل سنوار يو پاڻ کي
نسترن پڻ قابلِ نظاره ڪاريو پاڻ کي

# آنجهاني پاپائي آسرداس

لاغرض ساڻ لاغم، لاشڪ مون نيهن لاتو
جيڏيون دعا ڪجو تان، نڀجي اچيم ٻناتو

ڪڙڪا پون ڪُنن جا ويرن جي وهڪري ڪان
لهرن سنڌي لڙت ڪان، پي سڌ نه ڏيهن راتو

مشڪل م آهه مشڪل هي عشق هنڌ اڙ انگو
تنهن حال ساڻ مس مس، موتان سڄڻ سڃاتو

هر درد جي دوا الله حاذق حڪيم پيدا
ڇپائين ڪري ڪري پوري وچ وري ڪر ڀياتو

ناهي مجال ڪنهن کي، قدرت جو ڪيل سمجهي
توجبران مان ڪجهه پي پيتو نه آهه ذاتو

گستاخ ٿي نه گولا، پيچ گيچ ڇڏي صبر ڪر
آهي عيان تنهنجو، هت روزنامو ڪاتو

آهي اميد تنهنجي، منجهه مهر سچ ملڻ جي
ڇي! ڪنب ڪت ادب رک آسر نه ٿيچ آتو

## مرحوم علي حيدر حيدري ملڪاني

ڪيئي قابو سندم دل آ سڄڻ زنجير زلفن ۾
عجب رمز آ رکيل مخفي عجيبن جي اشارن ۾

سوا حسرت جي ڇا حاصل ٿيو باغ حسن مان تنهنجي
عوض گل جي اچي ٿيل خار منهنجي هاءِ دامن ۾

ڏسي قامت سڄڻ جي خجل ٿيو شمشاد بستاني
جڏهن محبوب سهڻو هڪ دفعو آيو جو گلشن ۾

ڳچي ۾ هار پنهنجي يار سهڻي جي مان وجهندس اڄ
مون موتي نينهن جا پوتا ته آهن تار ڳوڙهن ۾

کلي ديدار تنهنجي کان ٿو باغ دل ائين دلبر
بهاري جي اچڻ سان جئن کلن گل تا ته گلشن ۾

مون ڀانيو يار پنهنجي سان هميشه گڏ گذاريندس
وڇوڙو پر لکيل هو هاءِ ڪو منهنجي نصيبن ۾

جڏهن کان دل لڳي تو سان نه سنيهان سڪه سڄڻ هڪڙو
وئي آ حيدري جي عمر ساري گذري ڏره ڏن ۾.

## مرحوم محمّد صدّيق ميمڻ

نفس کي قابو ڪرڻ آهمت ۽ مردانگي،
حق تي هر دم رهڻ آهمت ۽ مردانگي،
خلق سان نيڪي ڪرڻ آهمت ۽ مردانگي،
هڪ ۾ پورو اچڻ آهمت ۽ مردانگي،
دين ايمان تي هلڻ آهمت ۽ مردانگي.

---

مرد آهين، مرد جو تون سانڍ سامان ڌار
ڪر زبان کي تيغ حق جي، ڪوڙ تي ڪر سخت وار
بغض کي پاڙون پٽي، دل صاف ڪر سينو اجار
ڏي ڳلا غيبت کي گھوگھو ڪر انهن في النّار يار
نفس کي نائي دسڻ آهمت ۽ مردانگي.

---

مرد جي ناموس ڪانهي جنگ جي ميدان ۾
جي نه هو ثابت قدم اخلاق ۽ ايمان ۾
صاف دل صدّيق ناهي هڪ جي ايوان ۾
جي نه چائي فرق هو انسان ۽ حيوان ۾
نفس تي غالب اچڻ آهمت ۽ مردانگي

# فقير فيض محمد فيضل گنداخوئي

ڏئي ٻاله شهر پنهور کي، هل هوت ڏي رستو وٺي
شب روز رڙهه سڪ سون سان، پنڌ کان نه ڪو دم گهٽي

روئي زندن تي رت ڦڙا، هل ڪيچ ڏي هٿڙا کڻيون
الفت سندي ميدان ۾ تر صاف سورن جي پٽي

وڃ وات سان واڪا ڪيون، ساعت نه ساهي ڪر سمهي
بر ۾ ترڄ جبل، وڻ رالا ۾ ڪر پير جوشان ڏي جهٽي

اڳتون انهي بيابان ۾ سنگت نه ساٿي تو سنجهي
بايد براءُ بره جو ڪٽ سان، پيڙُن جي پٽي.

بر ۾ بلاؤن ٿيون پيهن، سڀ ٿڙا سٺي پيدا ٿي
سعيو سفر جو ڪر سگهو، نه ته هٿ ملين پيو پٺي

دارون پره بيمار کي، غم درد سورن سو ڪپي
پرهيز پڪ دارين کان، خوراڪ رت جيرت سٺي

فيضل نفي نابود ٿي، پس پاڻ ۾ معبود ڪسي،
ناپيد نڪتو نينهن جو، سر سمجهه دل دردن ڦٽي

# مرحوم علي محمّد اسير

ڏسي جڏهن ٿو اي ساجن سندءِ شباب جو رنگ
اُڏي وڃي ٿو انهيءَ وقت آفتاب جو رنگ
ڏيان مان چهري کي تنهنجي گلاب سان تشبيه
مگر ڪٿي تنهنجو چهرو ڪٿي گلاب جو رنگ
يقين آهي ته مفتون ٿئي وڃن گوهر
اگر ڏسن تنهنجي ڏندن جي آب و تاب جو رنگ
توهان جي سرخيءَ مخمور اکڙين ۾ ڏٺم
شفق جو، خون جو، لاله جو، ءِ شراب جو رنگ
مٺي حبيب جو چهرو وهو ماهتاب مثل
ءِ رات جيئن هو مٺي يار جي نقاب جو رنگ
اي منهنجي دل بدري کي ڏسي کلڻ وارا
اڃا تو ڪونه ڏٺو آهي انقلاب جو رنگ
جهان جي ستم نار وا جو رنگ ڏسي
خراب تر ٿي ويو خانمان برباد جو رنگ
اسير جو غمِ فرقت ۾ اهڙو حال ٿيو
ٿئي ٿو جهڙي طرح ماهيءَ بي آب جو رنگ

## اختر هالائي

خوب ڄاڻن ٿا هي سهڻا سيمتن چوري ڪري
هڪ نظر ۾ گوهر دل تا وڃن چوري ڪري

هيءَ نزاڪت هيءَ تبسم جي ادا، هي حسن وناز
منهنجي سهڻي ڪان سکيو آهي گلن چوري ڪري

چاهه دُنيا جي مگر اُن جو قسم هي رنگ وبُوءِ
آندي زلفِ يار مان مشڪ ختن چوري ڪري

بُوالهوس آيا شهيدِ عشق جي مدفن تي رات
ويا محبت جي جنازي تان ڪفن چوري ڪري

ڇا ڪريان ساڙي ڇڏيو ڪاشانهءِ صبر و قرار
ويني ويني ئي نگاه شعله زن چوري ڪري

بزمِ شعراء ۾ سڏائي ياڻ کي اهلِ سخن!
ڪئين غزل تا پنهنجي نالي پيش ڪن چوري ڪري

رفته رفته بي تڪلف ٿي رقيبِ رُو سياه
ويا صنم خاني مان اختر حسنِ ظن چوري ڪري.

# مرحوم مير علي نواز علوي

تنهنجي شان برابر شاهه نه ڪو ، تنهنجي سونهن سندو مٽ ماهه نه ڪو
تنهنجي خيال ڪان خالي ساهه نه ڪو ، خواهان هزارين مان نه رڳو

قرآن سراسر شان سندءِ ، آ واصف خود رحمان سندءِ
ٻيو ڪهڙو ڪري ڪو بيان سندءِ ، حيران هزارين مان نه رڳو

پئي اجاني جن ڪلام تنهنجا ، ڪن سهسين سڪ مان سلام تنهنجا
ٿيا حلقه بگوش غلام تنهنجا ، سلطان هزارين مان نه رڳو

تنهنجا مادح ميڪائيل جهڙا ، ڪئي عاشق اسرافيل جهڙا
تنهنجي در تي جبرائيل جهڙا ، دربان هزارين مان نه رڳو

تو تان جان فدا ڪن شاهه و گدا ، ري ناٽي بانها ٻول پتا
ٿيا خادم تنهنجي خلق سندا ، خاقان هزارين مان نه رڳو

ناهي علوي هڪ مفتون تنهنجو ، آهي عالم سڀ ممنون تنهنجو
ٿيو جاني جڳ مرهون تنهنجو ، قربان هزارين مان نه رڳو

## مرحوم فقير محمود مل ٻلي

عقل مت کان الگ جاني بره جي بات بي آهي!

تماچيءَ کي لڳو ناتو سندو نوريءَ قرب قهري

طنبو، طولان وپا کاڙي، هليو ڏيج جارگل پائي

سمن ۾ جام ڙڪو، ڏرڏڻي هو پاڳ پيڙهيءَ جو

عشق اوڻ سندي موهيو، کيس کوڙ ڪلهي چائي

ڏسي نقشو بديعل جو، ستيو سيفل تخت شاهي

ڪارڻ ليليٰ ڙهر مجنون ڪئو قاتل ڪليو ڪائي!

ٻيلي پڙڏر ڪيڙ ڏکو ڙين نياڻيڻ نيش نهوڙي

پاتو صنعان ڳل جڻيو پنهون ڏوڙن پيرا پائي.

## مرحوم مولانا محمد بخش خيالي

طبع شاهي يار جي اڄ لاؤ اُبالي ٿي ويئي
يعني دلبر کي دغابازي جي چالي ٿي ويئي

صبر ۽ آرام جي روڪڙ بہ کسجي دل کان ويئي
وصل لئي جنهن دم ستمگر وٽ سوالي ٿي ويئي

صيدِ دل جي لئہ ڏونااليون ٻڌ ٻيون دلبر ٻيون
فيرهڪ سان منهنجي دل صيدِ ڏونالي ٿي ويئي

يار جي آمد ٻڌي اڄ در وهارڻ واسطي
راه دلبر جي ۾ اک منهنجي پخالي ٿي ويئي

گرچہ ناهي شعر منهنجو مٿ سخن تنهنجي حقير[1]
تان ٻي بانگِ آفرين هر جاءِ کان عالي ٿي ويئي

دل کي اياتن جي ڪثرت جي تمنّا هئي مگر
جياڪريان جو قافين جي قحط سالي ٿي ويئي

گرچہ اڄ شاعر خيالي جان سوين آهن مگر
قابلن ري سنڌ ۾ قحط الرجالي ٿي ويئي.

---

[1] مرحوم قادر بخش حقير

# مرحوم فقير گل محمّد موراڻي

اڄ سيّد لهندم سار
ڪيچ ڏي شال قبر ۾
هيس ناليءَ هوت جي،
ٻانهين منجهه شمار

اڄ سونهين ڪي آسرو
سندو آهي سردار
جوڏان شال جواب ڪان
اڳ نه ٿيندم اظهار

برڪت ساڻ پيار جي
ڪنديس ڪلمي تنوار
ڏوهي شال لوهر نه تان،
پلو سيني پڌڪار

ڳلن گولي تي ڪندو
شال واحد وڏ هزار

# مرحوم ماستر جان محمد صاحب عباسي فدا

اٿم مرغ سحر جان وصف خواني
وظيفو دل زبان جو جاني جاني

جڏهن نالو سندءِ آندم زبان تي
عجب منهنجي ٿي آ شيرين زباني

سندءِ نالو ڪيو آ صدف دل ورد
منجهانئس آهي ٿي گوهر فشاني

سدا قد تنهنجي جا تعريف گوئيا
صنوبر ۽ سرو بوستاني

بسر ٿي عمر طلب بوسه لب ۾
رهين شل باجواني ڪامراني

فدا کي دلربا ڪا وصل جي مئي
پيارينو پرت مان اي يار جاني

# مرحوم محمد اسحاق ولد محمد حسين ذات سومرو

اول آگو احد الاهي اعلیٰ عالم عزت دار
واحد الاحد لايموت حاضر ناظر سوهر وار
خالق مالڪ رازق راحم دائم قائم سو ڪرتار
وارث والي بي مثالي سرن مين جو سرڪار
ناهي طاقت ڪنهن کي قدرت واحد جي وصفات سندو
اول احمد ميم محمد حمد هويدا جنهن ٿيو
خاص خدائي حسن هدائي نور نبي نروار ٿيو
خاڪي صورت معنىٰ مورت ڪن فيڪون پور ٿيو
تن ڪان اڳي جانب جڳه مهمد مشهور ٿيو
اسم احمد جسم محمد جوهر هڪ جنات سندو
حسن حبيبي نور عجيبي گوهر تنهن گلزار ڪيا
جوت جمالي قرب ڪمالي احسن تنهن اثار ڪيا
گل قل گلشن سورج سوسن عنبر تنهن اظهار ڪيا
گل قل ڪئڙيا موتي تڙيا باغ نئين بهار ڪيا
گل خندانې رازرحماني ناهي بيان تنهن بات سندو
چمن چنبيلي هڪ حويلي پنجتن پاڪ ڪين پاڪ ٿيا
لال جهني عقيق يمني بيشڪ سو بيباڪ ٿيا
عين عجوبي گل محبوبي لائق سو لولاڪ ٿيا
سرو قداني خوش الحاني زيبي زينت زاڪ ٿيا
گل قند چاهي ڪين ڪجهه ناهي منزوانهي ميوات سندو

# مرحوم مولانا محمدؒ عثمان پرواني

"الاچي اوهان چوسارِيو آمونکي"
اوهانجي انهيءَ ڳالهه مارِيو آمونکي

وسارڻ گهڻن ڪان وساري ڇڏيو مون
مگر يادِ يارن جي ڳارِيو آمونکي

پيالو محبت جي مهراڻ مان پُر
حبيبن هٿن سان پيارِيو آمونکي

هئس ڪن ٿا هميشه هيئين ۾ حبيبي
سندن سهڻي صحبت جيارِيو آمونکي

پيي حال "پرواني" جو وچ پرين تون
بره بستره تي سمهارِيو آمونکي

پنجتن پارس ورنهه وارث درخت دلبر ماه منير
سونهن ناريون سي گلزاريون اڳي جوڙي ڪيئون اڪير
بي بي بتولت علي وليءِ حسن حسين ٻئي هيٺڙي هير
پڻ ريون شافع نوري نافع چاهي شڪر چاهي شير
وَالْفَجْرِءِ وَالْعَصْرِ ۾ ذڪر تنهنجي ذات سندو

مشرق مغرب عرب عجم ۾ نور نبي جو جوت جمال
جوت جمالي اُمّ نالي تيو في الحال قرب ڪمال
قرب ڪمالي لاءِ اُ بالي بيبي بتولت نور نهال
جگر نبيءِ فخر علي سو فهم فضيلت فرخنده فال
ڏينهن حضر ۾ رات ذڪر ۾ پرهه ڦٽي پر پات سندو

پاڻ لڪائي پر ڦعو پائي آيو آدم خود انسان ڪري
احدي احمد مخفي محمّد ميم وچان هئي پاڻ پري
ڪَوْثَرْ مُزَّمِّل طٰهٰ النمل شان سندس قرآن ڪري
ڙل اُنائي تاج سهائي ربّ ڦڪسر رضوان ڪري
ناور زباني ناهي بياني واصف ڪنهن ڪي وات سندو

يا الاهي امن ڪجائين وقت جڏهن سڪرات اچي
امن ڪجائين وات سجهائين ٿمن جڏهن سڪرات اچي
ڏينهن وڃيءِ نيٺهن پڇي جيئن ڏينهن پوي متان رات اچي
وقت اخيري يادگيري وائي ات اسحاق اچي
پوءِ يون دم ڪريين ختم ڪلمي جي ڪلمات سندو



# مرحوم محمد بخش مدآحي بلوچ

ياد ڪنهن ذينهن هجر ۾، ساز دل غمگين ٿيو
ذڪرِ جانان، ها اگر ڪجھ باعثِ تسڪين ٿيو

جنهن نگاهن کان نهان، سو عارضِ رنگين ٿيو
اشڪِ خون سان منهنجو دامن، دامنِ گلچين ٿيو

بام تي هو جلوه فرما جنهن بصد تمڪين ٿيو
جلوهٔ رخ سان سندس آفاق نور آگين ٿيو

تي ويا اغيار قابض، خانهٔ دلدار تي،
ڪشورِ محروسهٔ سرڪار غير آئين ٿيو

عڪس جنهن دم يار جي رنگين طلائيءَ جو پيو
ساده پيراهن بدن تي، جامهٔ زرين ٿيو

فرش تي هن گلبدن، جنهن دم رکيا پنهنجا قدم
فيضِ نگهت سان معطر، هر گل قالين ٿيو

عشق ۾ سيکو ڪري، فرهاد ومجنون جي ڪلام
پر مدآحي عشق ۾ هڪ موردِ تحسين ٿيو.

## مرحوم ميان جان محمّد

اسم تنهنجو آهي اڪبر شان تنهنجو جلّ شان
ذات تنهنجي پاڪ اَطهر شان تنهنجو جلّ شان

تو ڪيو ڪونين پيدا "ڪُن" چئي قادر قدير
تو بڻايو آهه بيمر، شان تنهنجو جلّ شان

تون اوّل آخر تون باطن، ظاهر و قائم قديم
آهين تون مالڪ مقرر، شان تنهنجو جلّ شان

لامڪان تنهنجو مڪان، عربي نشان تنهنجو نشان
مظهرِ عالم تون يڪسر، شان تنهنجو جلّ شان

تون ڪرين منهنجي پيارڙي سان ڪلمي اي ڪريم
حرمتِ حضرت پيغمبر، شان تنهنجو جلّ شان!

بخش ڪر باري بديون تون "جان محمّد" جا جرم
عفو تنهنجو آهه اڪثر، شان تنهنجو جلّ شان.

# مرحوم نبي بخش

تنهنجي حسن جو ڏيهي ڪير حساب ميان
آهين عالم سڀ جو آفتاب ميان
تنهنجا نرگس ڄڻ مان نين چوان
يا عربي وارا عين چوان
ڏيئي خال جو نقطو غين چوان
عين غين سندو آهي حساب ميان
تنهنجا ابرو ڪوس ڪمان چوان
يا تيغ تکي تلوار چوان
يا ماهه مثال هلال چوان،
يا مسجد جو محراب ميان.
تنهنجا سياهه زلف ڪمند چوان
قلع قيدين وارو هند چوان.
سوين يوسف جهڙا بند چوان
زندان اندر ارباب ميان
تنهنجا ڏند موتي گلبند چوان
جيئن شاهه گوهر پسند چوان
سوين عاشق آرزومند چوان،
سي دُرِّ عدن ناياب ميان
نبي بخش سان ياد ڪيئي،
سو ياد نه ڪيئي برباد ڪيئي.
منهنجي عمر سڄي افراد ڪيئي
اهو احسان نه آهي ثواب ميان

# مرحوم استه حاجي صاحب حاجي

نگاهِ مست رهي حسن دلنواز رهي
جمالِ يار ۾ ڪافي ادا و ناز رهي

اها نه ڪري تي دعا دل مان شب فرقت ۾
ستم شعار تنهنجي عمر شل دراز رهي

جلايو آگ ۾ الفت جي خود کي پرواني
شمع جي سوز ۾ سڙندو تو جانباز رهي

تو کي الفت جي خبر ناصحا هجي جيڪر
هميشه تنهنجي طبيعت به عشق باز رهي

درد فرقت ۾ جڏهن آهي قيامت جو مزو
چونه پوءِ درد آهو سوز آهو ساز رهي

نماز عشق ادا ڪر تون زاهدا اهڙي ۾
جبين و سجده ۾ باقي نه امتياز رهي

لهه خبر بهر خدا شاه مديني وارا
تنهنجي حضور ۾ حاجي جو سر نياز رهي

مڪتبهٔ فروغِ ادب جي اشاعتي سلسلي جو هڪ
نهايت اهم ۽ يادگار ڪتاب

# جديد شعراءِ سنڌي

## هاڻ جلد شائع ٿيڻ وارو آهي.

جنهن ۾ ڪراچي سنڌ ۽ ڀارت جي وڏن توڙي ننڍن جملي ٻن سون کان به وڌيڪ جديد سنڌي شاعرن جو ڪلام، مختصر احوال ۽ فوٽا پيش ڪيا ويندا.

## جديد شعراءِ سنڌي

درحقيقت پنهنجي نوعيت جو پهريون ڪتاب هوندو جنهن مان ايندڙ دور جا نقاد ۽ تاريخ لکندڙ اجوڪي دور جي شاعريءَ جي معيار ۽ علمي شعور جو صحيح اندازو لڳائي سگهندا.

ان ڪري موجوده دور جي ڪنهن به شاعر دوست کي ان ۾ شموليت کان محروم نه رهڻ گهرجي. اسان جي جملي سنڌي شعراءِ ڪرام کي استدعا آهي ته هو مهرباني ڪري پنهنجا ڪلام، احوال ۽ فوٽا جلد از جلد ڏياري موڪلين.

وڌيڪ معلومات لاءِ لکپڙهه ڪريو!

## مڪتبهٔ فروغِ ادب

ڪنڌن اسٽريٽ - ڪراچي نمبر ٢

---

ڇپائيندڙ: مسرور ڪيفي (چيئرمين انجمن پبلشين ڪراچي)

